





# بیاضِ احمدیؒ

مُصنفہ
مولانا مُرشدنا مطلُوب الاحد محبوب الصمد

جناب
حضرت احمد سائین رحمۃ اللہ علیہ
خانگڑھ شریف

بحکم جناب حضرت عبدالرئوف صاحب سجادہ نشین خانگڑھ شریف

محمد ھارون لنُڈ بلوچ



# مجلس اول ڪافي نمبر١

جهولي لعل قلندر لعل — مست و مست قلندر لعل
صورت جو سڪ سمجه سڄاڻ — صورت ۾ سڀ علم عيان
[1]صورت بشري سر الاهي — صورت جو ڏس عالي شان
مظهر ذات صفاتي مصدر — صحي سنوارين غلط گمان
[2]عَلم آدم عِلمُ الاسماءَ — ڪاتب ذاتي ڪل بيان
ملڪن جو مسجود ٿيو جڏهين — اسم ڏٺا منجه جسم جان
[3]وجه بطن مخ ظهر اصابع — ڪل جو ڪاشف پير مغان
تمت ڪلمت ربُڪَ صِدقا — لَامُبَدِّل انهي نشان
[4]اسم صفات مؤثر اُن ۾ — موج مَعَاني فيض فشَان
سڀ صفات جلالي جمالي — هادي حق مُضِل مَنَّان
اَحمد من صديقي صورت — معنيٰ هادي جَان جهان
وَهُوَ الظَّاهِرُ وَهُوَ البَاطِنُ — اندر وڃي رمز روان

## ڪافي نمبر٢

جُهولي لعل قلندر لعل — مست و مست قلندر لعل

جهولي لعل قلندر لعل
مست و مست قلندر لعل

هر جا حاضر هڪ الله
سڪي ساري توکي ساهه

۱ الله الله هر هر حالت
الله الله سمجهه سدا

الله الله ظاهر باطن
الله الله سُرُتِ سما

۲ الله الله ڪشف ڪرامت
الله الله فيض فنا

الله الله امن امانت
الله الله عين بقا

۳ الله الله اسم ڪمائين
جهر خفي منجهه سنج صباح

پاس رکي انفاس صفا ڪر
غير نه آڻج وهم وچا

۴ الله الله تي دل جاڳي
موجان ماري نور خدا

الله الله احمد راڳي
حافظ هادي هر دوسرا

# ڪافي نمبر ۳

جهولي لعل قلندر لعل
مست و مست قلندر لعل

خوف خيال خطرا خام
لاهي لا سان ترڪ تمام

۱ لَا اِلٰهَ جي هٿ ڪر ڪاتي
رهه تون مستو مست مدام

ماري غوطو لا م لاٿي
موتوا وارو ماٺي مام

۲ ٻجي لا ڪرا ڪي اُڇو
ماري لا جو هُل هڪام

جيڪو لا سان لڙي لُڇو
پاڻهي ڀاڻ ٿئي قتلام

۳ لا ڪي آ توفيق تمامي
عرشون اعليٰ ماري ڪام

لَا اسان جو هر دم حامي
احمد کي لَا پير سڪائي
لَا جي لا شڪ تيز تڪائي

لَا کي آهن لک سلام
لَا سان لاهج دوئي جو دام
لاهوتي جي لاجو لازم

## ڪافي نمبر ٤

جهولي لعل قلندر لعل
عَبد عبادت محض خيال
آهي هُو اسرار الستي
هردم هُو جي هستي مستي
غير خيال نہ دل تي آڻج
سڀ ڪا صورت هُو جي ڄاڻج
هُو جو دام دوئي کي ڀڃي
هُو کي سوڇي هُو کي مڃي
احمد هُو نروار ڏٺو هو
هُو ٿيو راهي هور سيو هُو

مستو مست قلندر لعل
هِڪُ جا ڳيو هو جمال
هُو کي هرگز ناهن زوال
هُو هميشان شامل حال
هُو سان ڪرسي محو ملال
هُو کان ڌاران نہ هوڻ ملال
هُو ۾ آهي عين وصال
ڪنڌ پاڻي هو سنڀال
هر جا حاضر هُو جو حال
ڪامل هُو جو قرب ڪمال

## ڪافي نمبر ٥

جهولي لعل قلندر لعل
بره پڙهائيو هڪڙو باب
نظم نثر ۾ ناظر ناهيان

مستو مست قلندر لعل
فاتح خاتم ڪُل ڪتاب
ناهن پڙهائي شوق شتاب

هڪو هُو ڪي هو ڏنو سي | لنگهيا لامان ڏوهه ثواب
منطق محو معاني فاني | وڃي ذاتي رمز رباب
طبعي طب وسارياو حلت | ڪثرت جا ويا خيال خراب
شرح متن سڀ شوق سڪايا | ڪوليو سارو نيهن نقاب
هڪڙو جائٺ هڪ سجائٺ | هڪ سان سارو حل حساب
هي ويو ٿيو هُو هي ظاهر | مِنهُ المبدءُ فِيهِ مآب
فقہ فلسفو هُو پڙهايو | هِڪڙو جائٺ عيش عذاب
احمد اُمي اَعلم اَعليٰ | اِقراء جو ٿيو خاص خطاب
ينطق يسمع هُو مِ ٿيو هُو | پنهنجو پاڻ سوال جواب

## ڪافي نمبر ٦

جهولي لعل قلندر لعل | مستو مست قلندر لعل
شوق پيا ريو مست شراب | خوف لٿا سڀ ڪليا حجاب
هستي تي ٿي مستي غالب | واهه وڃايا رمز رباب
حالت هن هشيار ڪيو ٿيم | واقف ڪاشف همه حساب
هِڪا هستي حال هُوِيت | مِنهُ المبدءُ اِليهِ مآب
واجب واحد ڪيو ظهورو | ممڪن جو ناممڪن تاب
سُوئي ٻولي سُوئي ٻُڌي | سُوئي مور سوال جواب
غافل جي تون غير وڃائين | ڏِسين هيڪر حال حباب

| | |
|---|---|
| احمد انهد پولي اندر | وسر يوسپ خودي جو خواب |
| سي سي ساز سرود دروني | مارن موج اِليه مآ ب |

# ڪافي نمبر ۷

| | |
|---|---|
| جهولي لعل قلندر لعل | مستو مست قلندر لعل |
| عين مرئي عين جمال | عين مرڪ عين خيال |
| عين عين بڻايون عينان | عين پياريو عين جمال |
| عين سان جنهين عينان اکيون | عين سان ٿئي قيل مقال |
| عينان ڪول ته عين ڏسين تون | بنا عين ڏسڻ محال |
| عين مرئي عين عجائب | عين مرئي عين وصال |
| غمزي مان وليو عين جو نقطو | عين ٿيو هڪ عربي لعل |
| احمد سان ٿيو عين عنايت | عين سان ٿيو قرب ڪمال |
| دڙ و نور ٿيو نروار | اچي درس ڏسو ديدار |

# مجلس دوم، ڪافي نمبر ۸

| | |
|---|---|
| مست سر خمار چشمان | يار جون خوني خصال |
| لطف مان لائق پريون | ڏين جام جلدي پرجمال |
| برة حبا بانگا چان | يا جوش ورجذ مي جلال |

يا چوان هي چرچانڱا — يا تہ هي غيبي غزال

شوق جا شعلا چوان — يا نيهن جا نازڪ خيال

يا چوان ساقي صبح جا — يا چوان ڪيفي ڪلال

عين جا غمزا چوان — يا عين جا عينات زلال

جيم جا جلوا چوان — يا ميم جون موجون محال

ٿيو سچو صديق سرور — دلربا ڪامل ڪمال

دوست جو ديدار آيو — خانگہ ۾ خوش مثال

عين احمد ڪئي عنايت — برھ جي بازر بحال

نرق ٿيو في الحال فاني — ڪيو ڪرم وَهُوَا وصال

## ڪافي نمبر ٩

زلف زوراور سچڻ جا — باز باشا بي شمار

جوش مان جذبو ڪري — عقلون ڪسي ويا اختيار

عشق جا افسر چوان — يا نيهن جا نازڪ نگار

يا چوان دلبر دلاور — يا دلا يا بيقرار

زهر جا ظالم چوان — يا موج هو يا مست مار

يا چوان هي فوج فرفر — يا تہ دامان پيچدار

ڪلا جا چوان — يا ميم جا مختيار ڪار

يا چوان هي چور چھرا — يا تہ هي خالص خمار

| | |
|---|---|
| پرچوندي مان اُيريو | هي انوري اسرار يار |
| خانگيرة خوش حال ٿيو | غلبو ڪيو عبدالغفار |
| عشق احمد جي ٻڌائي | برہ جي بازر بهار |
| منجهان لنگهي هَليو | اِلا عنايت اعتبار |

# ڪافي نمبر ١٠

| | |
|---|---|
| نور هو احمد علي | بغدادم ڪئي برتري |
| موج مولىٰ مصطفىٰ | صدقون مجدد مهاتري |
| مجمع البحرين ٿيو | قلزم پيو منجھ ڪنگري |
| سوٽي اندر سوئي ٻاهر | برہ جي ٿي بهتري |
| پرچوندي مان ايريو | هي آفتاب انوري |
| خانگيه خوش حال ڪيو | غفار جي غمزة گري |
| صَلِّ اَللّٰهُمَّ عَلَيْهِمْ | تو آگيان سُوپيم سري |
| وَاهْدِ وَاغْفِرْ نَابِهِمْ | رک راضيو ڪر رهبري |
| غفر احمد غير وليو | ٿي هي عنايت اظهري |
| صدق کي ساري ڪنيم | هي جنگ اعدیٰ اڪبري |

# ڪافي نمبر ١١

| | |
|---|---|
| لا مثالون ڪل مثالون | ٿيو محمد صلى الله عليه وسلم مقتدىٰ |

چار سر چاري مَنڍيمِ — پنجتن پيارا پيڙا
شاهه مُرو ٺندي قلندر — سينو ٺي صاحب صفا
شه ٻُلي شه باعنايت — عشق جو اعظم اڙاڏ
سُرهه سچل سچارو — پير اصغر كبريا
ميم كوڙيو سوپ سبان — منجهه لوءِ جي اُڇو لِوا
تي سيني غفاركان — احمد جا رهبر رهنما
يا الٰهي بخش بهرو — برهه دارو بي رِيا

## كافي نمبر ١٢

جُت چمكيدار چشمان — يار جون چهريون چريون
تير مژگن جا هڻن — ڏنهن قوس پرون جي پرون
اَسوَدُ العَيَنين جون — اظهار آيون انوريون
مست مازاغ البصر سُرمون — سدا پاڻن پريون
صَيد دل جي واسطي — شهباز واڳي شنگريون
شوق مان سر شائقن — واريون ڏين جهڙپان ورليون
جيم جان جو شون پيارن — جام مِنَي جو من گهريون
يا الف جي رهنمائي لاءِ — هي سِيئي سر ليون
عين احمد عين انكيون — درد جون كوليون دريون
ڏين نشارتان كن غارتان — هي برهه جون بازيگريون

## ڪافي نمبر ١٣

صورت پير مغان — رک طالبا تون روبرو
روبرو جي رمز سان — ٿئي حال حاصل هوبهو
١ غير دل تي ڪين آڻج — وَهُوَ مَعَكُمْ وَحْدَهُ
نحن اقرب اوڏڙو — تون ڇو ڦرين توڪو بڪو
٢ ثَمَّ وَجْهُ الله سچائي — سو جهرو ڏس سو بسو
ذات هڪ واجب رهي — ويو ميم ممڪن موبمو
٣ احمد ائين فرمائيو — اذکر اشارو فاذکروا
شاد ٿئي رک هوش شيرل — گوش ۾ ٿئي گفتگو

## ڪافي نمبر ١٤

هاءِ هت کيل بازڙي — تون ڇو وڃائين ڇي ميان
ويله ٿئي وارو ڪجين — نہ تہ هٿ ملندين لو ميان
١ هڪ الف اثبات ڪر — رک ڪيم بي جي بو ميان
نحن اقرب اوڏڙو — دل ۾ اچي دل جو ميان
٢ وحدت واري درياءَ ۾ — ڪثرت ڪڇائي ڏو ميان
دور ٿئي دارين کان — غازي ڪٽي تون گو ميان
٣ مام موتوا ۾ مري — فاني ٿيو آجو ميان

بيشڪ بقا بالله ۾
احمدؔ الستي عهد جو
چڏ وسارو ياد رک

ماڻي حياتي سوميان
برسر ڪنيو هو توميان
اذڪر عنايت ٿيو ميان

## ڪافي نمبر ١٥

پرچو نديءَ ۾ ايريو
سُبحَانَهٗ سُبحَانَهٗ
نازمان نعرو هٽي
تاب تارن جو ويو
غير ويو گلزار ٿيو
ثُمَّ وجه الله سچاتم
غين ۾ غمزو لڳو
لا مثالي لاڏ لو

هي آفتاب انوار لا
سُبحَانَهٗ سُبحَانَهٗ
ٿيو نحن اَقربُ روبرو
ڪيو سرجهڙو سج سُوبسُو
ٿيو وَهُوَ مَعَكُم وَحدَهٗ
قرب اقرب ڪُو بَڪُو
ٿيو عين احمدؔ هُوبَهو
جلوو مثالي موبمو

## ڪافي نمبر ١٦

آ ادا سالڪ صحي ڪر
جي گهرين تون حال پيارو
جسم طالب جست آهي
روح ڪن هن راز ۾

تون نه هن احوال کي
دُور ڪر تون قال کي
مِس ٿيو رهبر سندس
سيماب فرخ فال کي

٢ مس مصفيٰ ٿيل هجي    جنهن کي هجي ڪس ڪانڪا
جسد جو ڪر تزڪيو    صوفي صفا رک چال کي
٣ روح کي اندر رياضت    آڻ قائم نارگر
پو ملائج هن ٻنهن ۾    سرخ ڪر تون مال کي
٤ سوخت ڪان سالم رهي    خامي هجي بي ڪانڪا
نار ۾ قائم رهي    قابو ڪري هرتال کي
٥ ان ڪري تفريط ۽    افراط جو وچ ٿا وٺن
ڪان ڪس جيڪي ڪيئي    تون صاف ڪر نيڪال کي
٦ جسم طالب جو هجي    چاندي مثل چيدوا گر
تا رسي مس جي ملڻ سان    هو وڏي اقبال کي
٧ ڪسب واري ڪيميا    آهي چيل هي سڀ بيان
جو شريعت ۽ طريقت ۾    ڪري تو ڪالهه کي
٨ احمد ابي ڪسب آهي    وهب سر صديق جو
جو ڪري تو سون صحبت    ساڻ لوهي لال کي

## مجلس سوم، ڪافي نمبر ١٧

دلبر دوست ٻنهل جي وريار    عشقون ٻئي هان اڙي ڙي اڙي
١ اڻ سونهين آهيان پنڌ پري جو    هٿ ڪين جاليان ڪين سهي جو
بلک سهان نان پري ڙي پري ڙي

٢ قادر ميني ميان مانا ڪشالا | اڳيون عجيب مون ايندم شالا
ڪيچي قرب ڪري ڙي ڪري ڙي

٣ روندي رڻندي هيڪلها ڙيم | پير پڇون تيا لڪن ساڙيم
وِڪ اڳي نا وري ڙي وري ڙي

٤ احمد آس اميدان پنهون | سڄڻ وسايم جهڳيون جهنيون
هر دم هيڙ وتري ڙي تري ڙي

# ڪافي نمبر ١٨

جوڳي جادوگر جي وديار | چشم ڪئي هان چري ڙي چري ڙي
١ هان نه رانجهن جي رانجهن منهنجو | وس ورانت پي نان ڪنهنجو
چڪيم ذوق ذري ڙي ذري ڙي

٢ جهوڪ رانجهن جي پار دريائون | ڪين اچي مون آرام اُو راهون
ويندس پار تري ڙي تري ڙي

٣ يار رانجهن سان منهنجا روح جارايا | ڪهه پيا ڪيڙا شال نه ڇايان
ويندن ڳوٺ ڳري ڙي ڳري ڙي

احمدا وهو مليم سا ڳي | جنهن لئي هيڙم حال براڳي
ڪوليئن دل جي دري ڙي دري ڙي

# ڪافي نمبر ١٩

يوسف يارا مصر جي وديار | خوابن ڪئي هان ڪڙي ڙي ڪڙي ڙي

١ عشق اونهنجي شور مچايو
محبت اوهنجي وطن وڃايو
عشق هـُـئين آ اڙي ڙي اڙي ڙي

٢ چشمان چهريون ڪجليون ڪاريون
مژگن نازون نوڪان ماريون
ويون ته اندر ۾ وڙي ڙي وڙي ڙي

٣ آهن زلف زورا ور ظالم
وتن وڳڙيا باڪا بالم
جوشون جان جڙي ڙي جڙي ڙي

٤ احمد عينان عين فنائي
لڌڙي زليخا بازبقائي
لا ۾ ڏس تون لڙي ڙي لڙي ڙي

# ڪافي نمبر ٢٠

محبت مُلڪ ملهير جي
ڏينديس ڪين ڇڏي ڙي ڇڏي ڙي

١ مٺڙي موسم ٿوڳ ٿلا ريا
پسين پيئون بـَـرَ بهاريا
ستن جي سڪڙي سڏي ڙي سڏي ڙي

٢ مارت ميندي رنگيل آهيان
پوڙ ۾ پوڙي رنگ ڪين لاهيان
لاهيان ڪانڊ هَڏي ڙي هَڏي ڙي

٣ ڪين وٽن ٿيون تنهنجون پلنگ پٿاريون
مارو سمهن اڙليون وچاريون
وينديس تنهنجي تڏي ڙي تڏي ڙي

٤ شال وڃان مون صحيح سلامت
الله ڏيندم امن امانت
گهلي ٿئين تان گڏي ڙي گڏي ڙي

احمد اڙهو عهد الستي ۔۔ شال پيو هلي موجون مستي
ڪُڪاڻ وقت وڏي ڙي وڏي ڙي

# مجلس چهارم ڪافي ۲۱

ظهوري ذات اعليٰ جي ۔۔ ڪيو پرنور پرچوندي
ديانت دين جو کوليو ۔۔ صحي دستور پرچوندي
۱ ٿيو الدين حق يعليٰ ۔۔ ولا يعليٰ سدا اعليٰ
وڃايائين شرڪ شڪ شبها ۔۔ ٿي آ منظور پرچوندي
۲ ٿيو ناسوت ۾ ملڪوت ۔۔ ۾ جبروت جو جامع
ٿيو لاهوت ۾ لامع ۔۔ سدا ٿي نور پرچوندي
۳ ازين آذر ۾ واهر ۔۔ وسيلو بيڪسن آهي
کُلايو خان گنهه ۾ هي ۔۔ مِنُو مذڪور پرچوندي
۴ پياري جام وحدت جو ۔۔ سڪاين کي سدا ساقي
عنايت ساڻ احمد کي ۔۔ ڪيو مخمور پرچوندي

# ڪافي نمبر ۲۲

منجهان جلوي جمال الله ۔۔ ٿيو اظهار پرچوندي
منوّر ۾ مشرّف ٿي ۔۔ ڪليو اسرار پرچوندي
۱ شريعت جو شرح آهي ۔۔ طريقت جي طرح سارو

معمّا معرفت ڪولي
حقيقت وار پرچوندي
٢ جو آهي ڪُل انا ۾
تريت شح بما فيها
معطر ملڪ هو هو سان
ڪيئي هبڪار پرچوندي
٣ معلىٰ شان مسجد جو
وڏايو زيب زينتڪم
ڪيو انوار روضي چوُ
طرف چمڪار پرچوندي
٤ تجارت بي خسارت جو
دلڙا دال تنجيڪم
ٿيو اظهار احمد جو
وٿان وڻجار پرچوندي

## ڪافي نمبر ٢٣

احد الله الصمد الله
ڪُليا انوار بسم الله
ٿيا سر صدق مان ظاهر
سيئي اسرار بسم الله
١ هيو هو ڪنز مخفي ۾
ايهو اسرار وحدت جو
محبت مان هٿي موجون
ڪُليا گلزار بسم الله
٢ هُو الله هُو هُو الرحمٰن
رحيم آهي رحم وارو
ٻڌائي اُن تعبديت
ٿيو نروار بسم الله
٣ عنايت سائين احمد کي
فضل في الحال ٿيو ناتم
سنواري ساز صورت جو
ٿيو سينگار بسم الله

## ڪافي نمبر ٢٤

بفضل الله ورحمته
بڻي تصديق بسم الله

رهي آباد شل هر دم ايها توفيق بسم الله
١ صدا انت مان صحي آيو كليو گلزار وحدت جو
يد الله فوق ايديهم لئي تشكيك بسم الله
٢ هو الله هو هو الرحمٰن رحيم آهي رحم وارو
كرينو عبد جي اولي سدا تطبيق بسم الله
٣ سچاڻي ساڻ احمد کي پڙهائي پير بسم الله
ٿيوسي ناعجا بالخير بالتحقيق بسم الله

## مجلس پنجم كافي نمبر ٢٥

وحدت منجهه وجود ڏٺوسي سبحان الله سبحان الله
من ۾ سڀ مقصود ڏٺوسي سبحان الله سبحان الله
١ بازي گر جي بيشڪ بازي معنيٰ جي ڏس صورت سازي
محض حقيقت منجهه مجازي فهم فكر مفقود ڏٺوسي
٢ علم آدم عين اشارو مولیٰ جو منظور نظارو
وهم وجود جو تيس سايو ملكن جو مسجود ڏٺوسي
٣ عرشون اعليٰ بات بتائي قلبون كين ٿو جو ٿي جڳائي
سبع صفات ۾ سڀ سمائي مطلب سڀ موجود ڏٺوسي
٤ وحدت جي جنهن ڳالهه ڳڻي ٿو كثرت جو ڪل چوڻ چٽي ٿو
ناظر خود منظور بڻي ٿو احمد کي محمود ڏٺوسي

# ڪافي نمبر ٢٦

پنهنجو پاڻ حضور ٿيوسي
پاڻ ٿون پاڻ عبور ٿيوسي
١ لاٿا سارا برهه بهانا
مست پيالا پيءِ مغانا
٢ سڀ سر خفي اظهار ڏٺم
هڪ نقطي ۾ سنوار ڏٺم
٣ جڏهن غير جو نقطو غرق ٿيو
منجهه ترڪ تمامي درڪ ٿيو
٤ احمد ٿيو تصديق تمامي
منجهه هُويت مست مدامي

سُبحَانَ اللهُ سُبحَانَ اللهُ
سُبحَانَ اللهُ سُبحَانَ اللهُ
صورت مان ٿيا بخش شهَانا
پرچوندي مان پرنور ٿيوسي
هو غالب هڪ غفار ڏٺم
انهي هستيءَ ۾ مخمور ٿيوسي
انهيءَ فرق فنا ۾ فرق ويو
خود ناظر تي منظور ٿيوسي
شاهي ٿي وئي غرض غلامي
وحدت ۾ وهلور ٿيوسي

# ڪافي نمبر ٢٧

لنگهي لاڪان پار پياسي
اِلاَّ ۾ اظهار ٿياسي
١ لا جي لهر اِلٰهَ وڃايا
پير سيني پند سڪايا
٤ الله الله راحت روحي

سُبحَانَ اللهُ سُبحَانَ اللهُ
سُبحَانَ اللهُ سُبحَانَ اللهُ
اِلاَّ ۾ ٿيا روح جارايا
غير ويو گلزار ٿياسي
الله الله فيض فتوحي

الله الله جام صبوحي
هوجي رمز رباني هوهو
بخشي باز بقائي هوهو
احمد انهد شوره مچايو
ظاهر باطن جوش جاڳايو

وحدت جا ڍُڪ ڍڪيا سي
لا تا نرق نناني هوهو
هوهو ۾ هشيار ٿيا سي
نحن اقرب قرب وڌايو
صورت جا سيڳار ٿيا سي

## ڪافي نمبر ٢٨

پرچو ندي ۾ پيڳوان ڏٺوسي
نور حضور نشان ڏٺوسي
١ رانجهن شاهه هزاري وارو
در بخشي دان ڏٺوسي
٢ رانجهن سائين ويس وٽايو
ملڪ ملڪ مستان ڏٺوسي
٣ عرب عجم ۽ بلخ بخارا
طالب ترڪستان ڏٺوسي
٤ صورت ساز سنواريا سُهڻا
عبد مٺي احسان ڏٺوسي
٥ واهه سجڻ جي صورت سهڻي
حور پريون حيران ڏٺوسي
٦ احمد صدقي سو سو واري

سُبحان الله سُبحان الله
سُبحان الله سُبحان الله
جوڳين دا نگي پاٽ پيارو
سُبحان الله سُبحان الله
خاطر هيڻ نصيري آ
سُبحان الله سُبحان الله
سارا اُن جا نور نظارا
سُبحان الله سُبحان الله
ناز نواز سمورا مُهٽا
سُبحان الله سُبحان الله
دست بدستي ڀيرين ڀُهٽي
سُبحان الله سُبحان الله
گهور ۾ گهوريم جان پياري

| | |
|---|---|
| شمس قمر قربان ڏنو سي | سُبحَانَ اللہ سُبحَانَ اللہ |

## ڪافي نمبر٢٩

| | |
|---|---|
| پرچوندي پُو تار | پلي ڪري آيو |
| صوفين جو سينگار | پلي ڪري آيو |
| شرڪ شرارت شبها شامت | ڏور ڪيا ڏاتار |
| هليو هوڪو دين سچي جو | چوڌڌ طرف چوڌار |
| معنيٰ وارو ماه ڏيکاري | صورت مرسپ پار |
| اَلاِنسَانُ سري انا سِرّهُ | الڪ ڪيو اظهار |
| سَمع بصر سان صحي سچائي | عين رکي اعتبار |
| سَمع بصر سپ سرّ الاهي | ڪامل ڪيو ڪلتار |
| وَهُوَ مَعَكُمْ اينما كُنتُم | ڌار نه ٿي رک ڌار |
| گهوريون گهوري احمد اُتان | جان جسم لک وار |

## ڪافي نمبر٣٠

| | |
|---|---|
| پرچو ندي يگوان | پلي ڪري آيو |
| سو نهن پريو سلطان | پلي ڪري آيو |
| صورت ساز سنواريا سهڻا | معنيٰ وارو مان |
| نانهن معماماما نهي جو | بيشڪ آهي بيان |

٣ صورت سهڻي موت مهڻي — سمون آ سلطان
٤ سونهن انهيءَ جي سڀ جڳ موهيو — ملڪ فلڪ مستان
٥ حافظ هادي حامي جامي — هر پر هر هر آن
٦ شاهه گدايان پير اميران — جاني جان جهان
٧ پيش امامان پير مغانان — جلوي دار جوان
٨ احمد سر سرواهه سڄڻ تون — قربون ڪل قربان

## ڪافي نمبر ۳۱

احمد آهيون احمد آهيون — ظاهر باطن گهوري گهوري
شڪراً لله حمداً لله — ظاهر باطن گهوري گهوري
١ فاذڪروني اذڪرڪم ميان — سائين سان مل سوهيءَ ري
٢ ڏس وهب جي صحيح سچائي — منجهه ترازي توري توري
٣ ڏيئي تنهن کي چابڪ چالا — ڏُڙ پڇائج ڏوري نوري
٤ ڪثرت کي ڪر وحدت حوالي — قلبون ڪوڙ کي ڪوري ڪوري
٥ مستي واري بحر جن موجان — وهن وڏ ميدوري دوري
٦ ڏهست ڏئي تي دوست ڏنو سي — پيچي پولن کي پوري پوري
احمد منتري مام محبت — چيچل پاڙ ٿو چوري چوري

## ڪافي نمبر ۳۲

صورت کي نيٺي صورت ۾ — هر صورت پاڙ ڪمايو سي

| | |
|---|---|
| وهم وجود انا ني وارو | هن صورت سان وڃايو سي |
| ١ صورت مرشد معنىٰ الله | بيت اتا هون پاليو سي |
| بيت اتا هون پاڻي يارو | غيي گمان گنوايو سي |
| ٢ كثرت كي منجهه وحدت آڻي | سيني سرّ سمايو سي |
| سيني سرّ سمائي يارو | شاهي طبل وڄايو سي |
| ٣ نانهن نفي اثبات صحي سان | عيدي پُل پُلايو سي |
| عيدي پُل پُلائي يارو | مُوتو امام ملهايو سي |
| ٤ مثلي مربي مثلي جاڻي | صدقون سيس نوايو سي |
| صدقون سيس نوائي يارو | اقرب قُرب وڏايو سي |
| ٥ مُوره كجو نا سمجهي معنيٰ | پيتو پري پچايو سي |
| پيتو پري پچائي يارو | گيت اتا هون ڳايو سي |
| ٦ پاڻون پاڻ پري تي سارو | صحي صديق سڏايو سي |
| صحي صديق سڏائي يارو | احمد نام ڌرايو سي |

## كافي نمبر ٣٣

| | |
|---|---|
| ساڙي سوڙي سانگ سمورا | نينهن نفي سان لايو سي |
| هڪ وجود شهود ٿيو جڏهن | عين عدم ۾ آيو سي |
| ١ آپون آپي دُور ٿيو سي | وحدت ۾ وهلور ٿيو سي |
| ناظر تي منظور ٿيو سي | گيت انا الحق ڳايو سي |

۲ آبي علين تي غلين ٿيو سي — تارڪ ذهن ڪونين ٿيو سي
ثابت منجهه ثقلين ٿيو سي — ڪون مڪان ملها ليو سي
۳ آتش آب تي خاڪ به مين هون — حرص هوا تي پاڪ به مين هون
حلوا ارض افلاڪ به مين هون — اَنا الحق الائيو سي
۴ احمد صورت پير مغاني — غير خيال جي ناهن نشاني
هڪو جلوو هڪو جاني — هيٺ مٿي هڪ پايو سي

## مجلس ششم ڪافي نمبر ۳۴

اسان دين ڪفران دُورميان — هڪ وحدت ۾ وهلو رميان
۱ ڪڏان ملان هون ڪڏان قاضي هون — ڪڏان رندي رمز تي راضي هون
ڪڏان بازيگر حنان بازي هون — ڪڏهن موج ٿيون منصور ميان
۲ ڪڏان صوفي هون ڪڏان اصافي هون — ڪڏهن غمزي بازگراني هون
ڪڏهن شور ڪيون ڪڏهن شافي هون — ڪڏهن مست آهيون مغرور ميان
۳ ڪڏهن شيعا سني چال ڪرون — ڪڏهن فقه فلسفه قال ڪرون
ڪڏهن محض حقيق حال ڪرون — هر ملت جا هون مور ميان
۴ آيو احمد عين عيان ميان — تڏهن جلوو ڪيو ته جهان ميان
اڇو صورت جو سلطان ميان — خود ناظر تي منظور ميان

## ڪافي نمبر ۳۵

ٿيو عين عنايت عام ميان — تڏهن پيتم وحدت جام ميان

1 سارو سر خفي ته شهود ٿيو
هر حال هڪ موجود ٿيو
2 ٿيو وحدت وارو وصل جڏهن
لٿو غير گمان جو غسل تڏهن
3 ڏه جلوو جوش جوان ميان
ٿيو ظاهر نينهن نشان ميان
4 ڏنو جام ته ڪيف ڪلال ميان
ويو خام خودي جو خيال ميان
5 ٿيو احمد عين جمال صحي
ري ذات صفات نه ٻوءِ رهي

هڪ مولا حق مقصود ٿيو
سڀ ڪفر ٿيو اسلام ميان
ٿيو نقل مان پيدا اصل تڏهن
حق حاضر ناظر نام ميان
ڏنو پيالو پير مغان ميان
جنهن عشق اچي ماريو گام ميان
هڪ حالت هو ڪي جمال ميان
ڪيو پيدا هو انعام ميان
ڪيو پير مغان ته ڪمال صحي
ڪليو مورت وارو مام ميان

## ڪافي نمبر ٣٦

اسان محض حقيقي حال ميان
1 جنهن وحدت وارو جام مليو
منجهه عين ڪفر اسلام مليو
2 جڏهن پير مغان ارپند سکيو سي
وحدت کي هر هند سکيو سي
3 احمد تي آ عين عنايت
اندر پاهر هڪ حڪايت

ويا خام خودي جا خيال ميان
تڏهن جنبش ڪان آرام ميان
ڳوڙهي اها ڳالهه ميان
رندي رمز جو رند سکيو سي
ويا تسبي وارا تال ميان
لٿا دوئي جا شرڪ شڪايت
وه جاڳيو جوش جمال ميان

## ڪافي نمبر ٣٧

ڏنو پيالو پير مغان ميان
انهي پيالي پيڻ چور ڪيو
انهي وحدت منجهه وهلور ڪيو
ڪيو ذات ظهور وزور ميان
هو غور ٿيو في الفور ميان
ڪيو وحدت محض وصال ميان
ٿيو محو ته موج مثال ميان

تڏهن چاڳيو جوش جان ميان
ڏيٺي مستي سر مخمور ڪيو
ٿي مشڪل سڀ آسان ميان
لٿو شرح صفات جو شور ميان
ونان صورت جي سلطان ميان
بيٺو احمد عين جمال ميان
آيو ظاهر عين عيان ميان

## ڪافي نمبر ٣٨

جڏان پيتم جام خمار ڪنون
ڏٺا وحدت جام وصال ميان
چاڳيا جلوا جوش جمال ميان
ڀڳا وحدت شڪ گمان ميان
پين پولا هر دو جهان ميان
هر دم لا والي هي لات ميان
وائي وحدت هر دم وات ميان
جڏان احمد عنايت عين هوئي

جڏ چيٽ پيئي شور شمار ڪنون
ٿيا هادي قرب ڪمال ميان
لٿا اولا عبد غفار ڪنون
ڳيا ڪثرت دا نام نشان ميان
ٿيم واقف انهين اسرار ڪنون
ڪنا قرب والي انهين ڪا ميان
تکي تيز ايها تلوار ڪنون
تڏان آزادي دارين هوئي

دل ھُوھُو ديوچ چَين ھوئِي — دل واسي انھين ھيڪار رکنون

# ڪافي نمبر ٣٩

دلجاءِ ڪر دلجاءِ ڪر تنھنجو سدا تو ساڻ آ
تون پاڻ پاسي ٿو گھمين سرگشت پر گردان آ
سو روز شب تو وٽ رھي جنھن سان روح جي ريحاڻ آ
نحن اقرب او ڏٺو جلوي نما درجان آ
وجھت وجي ڪر صحي پوءِ ڏس ته آھي يا نه آ

جنھن قول آ قرآن جو، احسان سان احسان آ
ڏس مونجھ مشڪل جي ڪٿا آسان سڀ آسان آ

حافظ جنھن حامي ٿئي پوءِ مونجھ من ڪي ڪانه آ
احمد ھڪو اثبات ھو سڀ محويت جو مان آ



كافي در ثنائي و دعاءِ نمبر ۴۰

## پير روشن ضمير حضرت عبدالله صاحب
## سجاده نشين پرچوندي شريف قدس الله سره العزيز

جوش جبروتي جگاوي جام شاماني ڏٺي
موج ملڪوتي مريندا عام شاماني ڏٺي!

۱ نازنين ناسوت وچ لاهوت دي پند پيچري
سب ڏسيندا ڏي عجيب انعام شاماني ڏٺي

۲ هي شريعت تي طريقت دا پيارا پيشوا
هي حقيقت معرفت دي مام شاماني ڏٺي

۳ رهه رليا ندا راهبر عالم سڀي دا آسرا!
جمله ناڪاماندي هي وت ڪام شاماني ڏٺي

۴ چشم چهري ڪر مريندا ڪان قهري جان وچ
دردمندان ڪون گهتيندا دام شاماني ڏٺي

۵ بي وڙتان تي وڙڪري لوڪان دي لڄپالي مدام
هي سدا عالم سڀي دي سام شاماني ڏٺي

۶ عبد دي اولي چيپا هي آت پرچوندي اندر
قير عبدالله سڏايا نام شاماني ڏٺي

احمدؔ عربي ڪيتي شهه تي عنايت اعظمؔا
عرش ڪرسي وچ گهمتي ڏمڪا مرشا ماني ڏٺي

# مجلس هفتم ڪافي نمبر ١٤١

بات بتا يوئي پوري پوري، واه گروجي واه گروجي
١ انهد شبد مر شور مچايو سهج سماد مر رمز رلايو
ناز نواز سيئي نوري نوري
٢ ماٰ مر مهما مر مورت تنهنجي شان شما ني صورت تنهنجي
سمجهي سي هي سُرت سموري
٣ جاڳي ڪلجڳ منجه ڪرامت صحي سڪار يوئي مامر مهمامت
ظاهر ٿيو منجه وقت ضروري
٤ احمد جو هوارت مهانگو ساٿ عنايت ڪيو سهانگو
حاصل ٿيو سيپ حال حضوري

## ڪافي نمبر ١٤٢

صحي سيڪار يو گيان گروجي واه گروجي واه گروجي
١ واه گروجي صورت سهٽي دست بدستي ڀيرين ڀهٽي
پيارو پير مغان گروجي

٢ جو شون جهيون ڳل ۾ پايو، طلب جو سر تي تلڪ لڳايو
اندر باهر ڏيان گرو جي

٣ هر هر گهٽ ۾ رام لڌوسي، ڪلمي جو انعام لڌوسي
ڪفر ڪٽيو ايمان گرو جي

٤ ڏاهه ڏهنجي پنج ڪيا پورا، سمجهيم سڀ جا سر سمورا
پرچوندي پڳوان گرو جي

٥ رڳ رڳ اندر انهد بولي، اَنهدَ جو سرُ احمد کولي
آيو عين عيان گرو جي

# ڪافي نمبر ٤٣

مست پياريو جام گروجي، واهه گرو جي واهه گرو جي

١ جوشون جام پياريو جاني، کليو سارو راز نهاني
رڳ رڳ ۾ ڏم ڏام گرو جي

٢ هڪ ڏک جام وصال پياريو، خام خودي جو خيال سڙاريو
ڀڳو دوئي جو دام گرو جي

٣ جاڳي جوشون جام جي مستي، ظاهر ٿي هر نام جي هستي
موهيو تنهنجي مام گرو جي

٤ صدقون تنهنجو شيوڪ احمد، واهه وڄائي مرلي اَنهدَ
بخشو سر انعام گرو جي

# ڪافي نمبر ٤٤

مست ٿيو اظهار گرو جي، واهه گرو جي واهه گرو جي

١ اپر يو سچ حقيقت وارو جا ڏي ڪا ڏي نُور نظارو
چمڪي ٿو جوڏار گرو جي

٢ گنگا جمنا تيرٿ تنهنجو ڪليو آهي مورت منهنجو
ترب ڪيو ڪلتار گرو جي

هڪ نقطي ۾ نروا ڏيڪاريو خام خودي جو خيال اُساريو
صدقي سئو سئو وار گرو جي

# ڪافي نمبر ٤٥

واهه موالي واهه موالي
جام پلايو مستي مستي

١ سر جو سودو سر سان آهي
دوست ڪري ٿو دستي دستي

٢ وهمي هستي سيا وڃائي
حال هڪائي هستي هستي

٣ ديدر وحدت واهه وهايا
واهه وسائين وستي وستي

۷ درست دڙي تي دوست ڏٺوسي
مشڪل ميمي سستي سستي
احمد پيش پير مغانان
سدا ڪري پيو ليتي ليتي

## ڪافي نمبر ۴۶

| | |
|---|---|
| واهه موالي واهه موالي | جام پلايو پيئي جوشي جوشي |
| ۱ ڪڏهن ڪرم سان ساڙين سورين | محض مجازي پوشي پوشي |
| ۲ ڪڏهن صمد ٿي حڪم هلائين | پيري پيري ڪان پوشي پوشي |
| ۳ پير مغان هڪ پند سکايو | دوست رهيس دوشي دوشي |
| ۴ حال همه هڪ حال ڏسين تون | غرض وڏي سان گوشي گوشي |
| ۵ مستيءَ ۾ جو مام ڏٺوسي | حيرت ۾ سڀ هوشي هوشي |
| ۶ احمد تي نت نئين نئين نعمت | ناز نواز جي نوشي نوشي |

## ڪافي نمبر ۴۷

| | |
|---|---|
| واهه موالي واهه موالي | ڪاڄ ڪوايو ٿي ڏوئي ڏوئي |
| ۱ ساڻ صمد جي حجت ڪيهي | رام رچائين روئي روئي |
| ۲ اچي سوالي ورڃي نه خالي | نت نت نعمت ٿوئي ٿوئي |
| ۳ ڪثرت کي منجهه وحدت آڻي | صفا ڇڏيائي ڏوئي ڏوئي |

| | |
|---|---|
| عام مراد نه سمجھڻ سهنجي | مس مس سمجھي ڪوئي ڪوئي |
| احمد آس اميد نه لاهيون | هر دم حافظ سوئي سوئي |

# ڪافي نمبر ۴۸

| | |
|---|---|
| واه پيارا واه پيارا | سهنجو ڏسيئو راه پيارا |
| پرجهي پيتم جام پرم جو | دم دم ۾ تيو حال ختم جو |
| سمجھيم سارو راز رقم جو | جسم ٿيو سڀ ساه پيارا |
| نڪ نمائي ڪئي بقائي | ڳاله اجائي ٿئي آسجائي |
| بيشڪ ڪئي برحال پلائي | آهين شاهنشاه پيارا |
| آن جائي سان جاڻ لڌوسي | پاڻ وڃائي پاڻ لڌوسي |
| انهي صورت ساڻ لڌوسي | ساه ٿيو آگاه پيارا |
| اٿئين ويٺئين ستئين سارو | حال ٿيو سڀ يادو سارو |
| ظاهر باطن حال پيارو | هُو هُو هڪ نگاه پيارا |
| لاجي هڪا ليڪ ڏٺوسي | اِلّا الاّ ۾ نيڪ ڏٺوسي |
| احمد ۾ تصديق ڏٺوسي | جان جهان ٿيو تاه پيارا |

# ڪافي نمبر ۴۹

| | |
|---|---|
| ڪرنانا دا سروار آيا | وچ پر جو ندي پوتار آيا |
| ڪڏان گل ڪليا گلزار ٿيوي | ڪڏان حل هليا هبڪار ٿيوي |

کڏان غمزن کي غمخوار ٿيوي
هر صورت معني يار آيا
٢ کڏان مستي وچ مخمور ٿيوي
کڏان سولي سر منصور ٿيوي
کڏان ناظر ٿي منظور ٿيوي
کڏان طالب ۾ تڪرار آيا
٣ کڏان صوفي صافي چال رکي
کڏان زاهد زهد خيال رکي
کڏان قلبي قرب ڪمال رکي
کڏان عين بعين انوار آيا
٤ کڏان شرح شريعت ساز ڪري
کڏان طرح طريقت ازڪري
کڏان نال حقيقت ناز ڪري
کڏان عارف بن اسرار آيا
کڏان مظهر مظهر هيڪ ٿيا
کڏان رند کڏان صديق ٿيا
هر طرحين هو تحقيق ٿيا
ٿي احمد عبد غفار آيا

## مجلس هشتم ڪافي نمبر ٥٠

جي تون گهرين ٿئين ڏور بين
وڃ ڏور بين ٿي ڏور بين
آهي مور سڀ مذڪور ۾
اعليٰ آهم اوّل يقين
جيڪي گر و فرمائيو
سڀ حال ان ۾ لائيو
جيت اوهو ناپا ٿيو
هو سڀ ڪرين منجهه ڪين ڪين
٢ منيت مثل طالب ٿيو
هو جان هي قالب ٿيو
الله سدا غالب ٿيو
آهي معما هي مهين
٣ هي عليمٌ حاضرٌ
ڪر سوب آهي قادرٌ
ٿي سر نما في ناظرٌ
همت رکين هر دم بڙين

خِرَمَنُ ويا جيڪر ڪٽي
جي يار شئي يا ورد ٽي
جي قال آتا حال ٿيا
ان وت ڪرين تون قال ٿيا
مشڪل نه بي ڪا جا ٽجي
گم ٿئي مزو هي ما ٻجي
تعليم جنهن اڪمل ٿئي
ابليس اِت احوَل ٿئي
دلبر ڪي اندر نظر
پاٽي گسائي ٿو پٽر
لنگهي سيئي خطر اخطر
حَرفاً بحَرُ فاڪر نظر
اُٿي شير احمد شاد ٿي
بن ياد سارو باد ٿي

همت ڪرين هيڪر گهڻي
خروار پائي خُوشه چين
جي حال آ تان قال ٿيا
جو ڙي رحم ۾ جو جنين
هڪ پاڻ وس ۾ آڻجي
ڪر جهد هي اندر جبين
نورون مِني افضل ٿئي
فلڪي ٿئين سر بر زمين
ٿي مستقل ڪِل ڪين ڪر
ذالِكَ مذاقُ السالكِينُ
لا ڪر سيئي نفعا ضررُ
مطلب ٿئي سارو مبين
منجهه ياد يا دارشاد ٿي
مطلوب ٿئي طالب ترين

## ڪافي نمبر ١٥

رک هوش تا درگوش ٿئي
هٿ شاڪر تان شاهه ٿئين
منجهه فاذڪُروني فهم ڪر

رِدي جي اکيان ڪهه ورباب
لهه شان پنهنجي ڪي شتاب
ويڙانه ٿيا تون وهم ڪر

لَحمدُ كَ بلحمي لحمرُ كر
2 جڏهن تجيّ حق ظاهر اَئي
والي ولي واهر اَئي
3 تاويل چا ته بيان ڪي
ڪر ڪوڙ نا قرآن ڪي
4 دمڙا نه دمڙي تي سٽين
هٽڙا اچڏي اِرڪيون چٽين
5 تنهنجو تصرف چا هليو
جنهن پاڻ ماريو سو ملهيو
6 جڏهن رب سچو توهٽ ڪيو
باقي احيان چوُ حيا رهيو
7 ره يارسان تو روبرو
هر سو ڏسين تون هوبهو
8 تون شيرآن چو ميش ٿئين
در دشمنن درويش ٿئين
9 من ۾ رکي هڪ ميم تون
لاسان ڪرين ترميم تون
10 اَعدا عدو ظاهر اَئي
ڏس پاڻ ۾ پاهر نه ٿي

لاهي سڄ لاسان حجاب
ڪُل ڳالهه ۾ قادر ائي
پوڇو هلاؤ ٿين پيا حساب
چا آهري ته عيان ڪي
ڏي پاڻ کي پنهنجو عتاب
چو لعل لِڏ ئي تون مٽين
ڪولي ڏسين قلبي ڪتاب
جڏهن پاڻ توڪان ناپليو
اعلىٰ ٿيوان جو عُقاب
جو سڀ مٿي غالب ٿيو
خالقُ ڪرين ڪنهنجو خطاب
سڀ حال لاءِ ئي موبمو
پوءِ ڏوهه چا ڪهڙو ثواب
چو دادگر دلريش ٿئين
لغروهٽي ئي تون نواب
اُمي سکج تعليم تون
باآب آفت آفتاب
جو منطقي ماهر اَئي
لاسان ٿئين تون ڪامياب

١١ دم ري هلي توکين کم
الهو رکين هر دم فهم
١٢ هن پي جيوهن پي کيو
هُو آ سچو ياهي سچو
١٣ احمد اُٺي هشيار ٿي
لکي لکي اظهار ٿي

دم مر وجهين تون کين خم
ٿئي خيال شالونا خراب
کجھ نا ٿيو تان چاٿيو
انصاف کرڏي تون جواب
بن يار سب کان ڌار ٿي
هٽ کرکلي مرجع مآب

# مجلس نهم ٩

## کافي نمبر ٥٢

ٿي بيخبر تا بئي خبر
کر غير کان هکدم گذر
دم دم ختم کي کر ختم
منجھ بيخودي ٿي بهرهٔ ور
١ کر سُوپ حاضر کي همه
لاجي هٽي سب کي لهر
حافظ اوهو حاضر اوهو
سو تو کري زير وزبر

ٿي صورپ ان ۾ سوپ سپ
هڪ ڪان هم هڪليا نه ٿين
الا ڪمائين لالنگهي
جنهن مان سيو مطلب ٿئي
اصلي نه هج احمد ادا
پير مغان هن پند ۾

هڪار ڪين هر دم نظر
وسرن همه هڪسان مگر
اخفيٰ ڪمائين ۽ جهر
انجو نه ٿئي ڪجهه به اثر
اعليٰ اٿي ايهو هنر
هي پند ڪيو آهي پدر

## ڪافي نمبر ۵۳

ڏسڻو اٿي جو تو ڏسين
هادي اٿين فرمائيو
جو حق آسُو پائيو
نام محمد صلي الله عليه وسلم اجسم آ
منفي ۽ مثبت قسم آ
جنهنجي جلت ۾ چين آ
في مثل مثلي ٿير آ
هي لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ
هر دم رکين ايها نگاه
احمد مُحمد ڪر صحي
شاخن منجهان آيا وهي

بڏڻو اٿي جو تو بڏين آهي ايهو آهي ايهو
ناحق ۾ دل نه لائيو
ڏس پاڻ ۾ پاڻي لئيو
هي جسم سارو اسم آ
الله محمد هو لهو
تنهنڪي صحي هي سير آ
ڪثرمني تي هو بهو
هي مُحمد رَسُولُ الله
تا محويت ٿئي مو بمو
تان شڪ وڃيئي سب لهي
اذڪار باقي سو بسو

# ڪافي نمبر ۵۴

مِن هڪ ڪري جئين تئين
نازڪ[1] ڪرين يڪس نظر
ٿي خورد بيني در نظر
هي[2] صبغة الله رنگ آ
ڏس لعل سهڻو سنگ آ
جڏهن[3] روبرو ٿئي توکو
سڀ ڪجهه بڻي تو ۾ نڪو
توهيو[4] پڪو ڪر پاڻ ٿي
نا چاڻجي جڏهن چاڻجي

هيو نا نهن ڪر تون نا نهن ۾
رک پوش پيري بر نظر
جي نا ڏسين تا ڏس اٿئين
هي رنگ ڪي هر ڍنگ آ
جي نا ٿئين تان سڀ ٿئين
تڏهن هويهو ٿئي توکو
ڪر دَمُ ته نام ۾ دم نئين
جيئن ونگ تي سر واڻجي
احمد اٿين جا ٿي جيئن

# ڪافي نمبر ۵۵

جڏهن پاڻ سان جهيڙو لڳي
وسرڻ بنا هڪ پاڻهن جي
اثبات[1] ۽ انڪار جو ن
ٿي مستقل ماندو نه ٿي
سڀ[2] غير تي ڪر فير تون
هڪ ۾ همه هڪ منجهه همه

وسري وڃن وايون بيون
راهان سيئي بيون ردٿيون
جا ٿي اچي جهنگيون جڙيون
ڪوڙي ڪر ڇج پنهنجون ڪڙيون
لاجو تمنچو آج ڪنيون
ٻوليون نه ٻولج تون نيون

٣ سترکي هوا مِ هُو هلي    غازين وڏين گوين ڪنيون
غازي مٿن تاکين ڪي    هر دم اچن حملا ڪيون
٤ تحت الثريٰ کان عرش تائين    جن حيدري هڪلان هنيون
الله مُڪ غالب سدا    راخس سندين راڙين رهيون
٥ الله اکبر جن چيو    تن جون مُرادون سڀ لهيون
هڪ ڳالهه جي گولي ڳلي    پوري ڇڏين پيون سڀ ڳليون
٦ هڪ سمجهه هادي جي وٺ    سمجهان پيون بي سود ٿيون
ڏاهي هوا حالت همه    هو سان ٿين سارين سنيون
٧ احمد انهي اسرار م    سڀ فضل سان فتحان ٿيون

# ڪافي نمبر ٥٦

آهي الله آهي الله    هڪ يار منهنجو يار آ
جاڻي خدا جاڻي خدا    ٻيو ڪو نڪو درڪار آ
٢ آدر اهو آگو اوهو    هر حال مِ اڳ پو اوهو
سو دوست دل دلجو اوهو    غمگين جو غمخوار آ
٣ لاجي مٿان اِلاَّ ڏسان    جو ڏار اِلاَّ لا ڏسان
باقي الله ٻيو ڇا ڏسان    اظهار آ اظهار آ
٤ سر روشني سجدو ڪرڻ    سڀ ساڻ ٿي ان مورڻ
ديدار مِ ديدان ڏرڻ    هن ساهه جو سينگار آ

| | |
|---|---|
| [4] انڪار ۾ اقرار آ | اقرار ۾ انڪار آ |
| هي تند ڏران تار آ | سرڪار آ سرڪار آ |
| [5] اُن جو ڪرم اُن جو فضل | اعلیٰ اتم آهي اجهل |
| احمد لهي تو هر محل | هي ڏار سڀ کان ڌار آ |

## مجلس دهم[1] ڪافي نمبر ۵۷

| | |
|---|---|
| مخلوق جي معنىٰ[1] ڏسڻ | خالق اتاهون ياد آ |
| هي چشم ديده تي خبر | شڪ شرڪ کان آزاد آ |
| [1] ٻن حال جوئي قال آ | سُوتان سيوئي باد آ |
| منجهه ديد جي ديدان رکڻ | اصلون اهو ارشاد آ |
| [2] سوري چڙهڻ صوري نه آ | هي معنوي تا مات آ |
| منجهه پانهنجي پنهنجو اچڻ | لئي بيخودي بُنياد آ |
| [3] هڪ فردڪي هٿ ڪر صحي | جو مصدر اُلا فراد آ |
| هُو روح تا آهي هڪو | توڙي گهڻي اَجساد آ |
| [4] احمد صحي تصديق ٿيو | شيرل سدائي شاد آ |
| مَعُ مَنُ اَحَبُ جي مامسان | عاشق عجب ايجاد آ |

## ڪافي نمبر ۵۸

| | |
|---|---|
| صورت بنا معنىٰ[1] ڏسڻ | نا عقل جو امڪان آ |

لَاتُدْرِكُهُ الْاَبْصَار جو
١ جي لَنْ تَرَانِي توجوي
اِنِّي اَنَا الله جوجٹ
٢ پٽ مرد جي يا مرد ٿي
جي پڪ اٿي تاپند ڪر

فائق سندو فرمان آ
تان منجھ جبل جي جوهه ڪر
چاهي شجر جو شان آ
دائم ايھو دستور آ
پر ءِ مگر هت ڪانه آ

همه چيز من همه چيز تو
من تو شدم تو من شدي

همه آن من همه آن تست
احمد متي احسان آ

## ڪافي نمبر ٥٩

اجي فَاذْكُرُوْنِيْ فهم ڪر
١ جڏهن سوجھرو سوجھ ڪيو
احول نه ٿي احوال ڏس
٢ ڙي سر ڏني ناسر ملي
گوڙيون ڪريتو گوڙ ڏس
٣ جي هئين ڏسين تاهڪ ٿيو
خر منجھ نمڪ آهي نمڪ
٤ مشڪل وڏي مشڪل مگر
احسان سان احسان ٿي

اُذْكُرْ سندس انجام آ
تارن جو ويڙ وتاب ميان
جو صبح آنا شام آ
جڏهن گوڙ ڪاڏو شين جي
جڏهن شير جو ٿيو طعام آ
جي هون ڏسين تان لک هزار
ڪيو چا ڪام آ
اِحسان سان آسان آ
فرقان جو فرمان آ

٥ هم چين من هم چين تو
همرآن من همرآن تو
ممبر آگيون محبوب جي
احمد مليو انعام آ

# ڪافي نمبر ٦٠

معنيٰ بنا صورت ڏسڻ
چا شان ۾ شايان آ
پرمور سڀ مذڪور ۾
ن تن گهڻو فرمان آ
١ هو نا ملي سرڪان سواءِ
سو دوسها نگو تانه آ
گوهي ڪري گانڍ وجين
غازين سندو گهمساڻ آ
٢ جڏهن ديد ۾ ديدن رليون
ٿيو نينهن جو نيشان آ
دستي بدستي جي گهرين
تان محويت جو مان آ
٣ سڀ صورتان ٿيون مورتان
صورت صحي انسان آ
ڪرسوپ تان سوپان لهين
قادر قوي رحمان آ
٤ مشڪل وڏي مشڪل مگر
احسان سان آسان آ
احسان سان احسان ٿئي
فرقان جو فرمان آ
٥ هادي جنهن حافظ رهي
پوءِ مونجهه من ڪي ڪانه آ
احمد انهي معنيٰ ڪري
منجهه موج جي مستان آ

# مجلس يازدهم (١١) ڪافي نمبر ٦١

جسم به تنهنجو جان به تنهنجي
ڪاٿي تو تون پرولين

پاڻ ڏسي جهل پاڻ تي پورو
ڳالهيون ٻيون چو ڳولين
ڀاڻي ڏٺيو بنياد جو تنهنجو
جيڪر اکيون کولين
ياد وساري شاد گذارين
ٻيا سڀ پولا پولين
۲ رڳ رڳ آهي راڳڻ تنهنجي
جيڪو چڙ خو چولين
چڙ خو چوري انهد وارو
رمز حقاني قولين
۳ احمد آهيون اج نا ڪلهه جا
چوٽ لاٽيند ڏچولين
پنهي تي جو پڪ ڪمائي
جهوٽي منجهه پنولين

## ڪافي نمبر ٦٢

ڏسي پڙهڻ ۾ وڏو ثواب
ياد پڙهڻ ۾ ڪيهو سواد
۱ مسجد ۾ تون بيهه نه پائي
باز رجو ڪر سير سدائي
هر هر ڪرنا هڪ جي ادائي
جاڳڻ ڪان آ خاصي خواب
۲ ڳالهه لهين تون ڳالهه وڃائي
بيرنگ ڪي تا هر رنگ آهي
سمجهه بنا ٻيو ڪير سڪائي
رڍان سمجهن ذهين ڍباب
۳ پڙهڻ نماز ۾ پاڻ ٻهارين
ڪُل ڳهرين تا ڪل وسارين
چُٽڪري تون جهار اُڌارين
آهي تنهنجو پاڻ حجاب
۴ تنهنجو پاڻ ڪي ڪرنا خالي
ناحق نفس ڪي ڏي نه نڪالي
اڇي آهي ڏاڍي ڪالي
تا هي نشو شوق شراب
۵ احمد اُبتي سُبتي ساري
جيڏي آهي جا تو ماري

هلڪي آهي جانئي باري — مُبدءُ جوئي سوئي مآبُ

# ڪافي نمبر ٦٣

جي ڏي تہ جي لهين تون — ايما نڪا اشارت

ڪا لهيون نہ هي ڳجهارت

١ هو ڪسب آلو هاري — بڪوات نا نهن باري

هو وهب آهہ ڪاري — ضد زهد سين زيادت

٢ آهي اصل ڪان آهي — هانئي نڪو بڻائي

پر پڙ تو ڏيکائي — ظاهر ۾ هو زيارت

٣ پئي جام هڪ وصالي — بي رنگ ڪر بحالي

ٿي رنگپور جو والي — گم ڪر خودي خيانت

٤ مَن سچ ڪري سجن تون — لَارَيب ريب پڻ تون

ڪر ڪو پري ۾ ڪن تون — ڏي تون ڏسي شهادت

٥ ارض و سما بہ تنهنجا — حُبُ جس جفا بہ تنهنجا

هارت نفعا بہ تنهنجا — تو ۾ سيئي امانت

٦ اثبات احمد ايقان — حُبَ حال حڪم من تان

مشڪل مدام آسان — باديد دين ديانت

# ڪافي نمبر ٦٤

جانهن هي سمو هو ٿيو — احمد ڪُجا احمد ڪُجا

هڪ سو جهر وهر سُو پيو — شيري ڪجا شيرل ڪجا
١ ڪولي اکيون ڏنم عدم — هڪ مهه ٿيٽ هضم!
حادث ٿيو حالِ قدم — احمد ڪُجا احمد ڪُجا
٢ پرڪار دائر ڪار آ — مرڪز نه جاڻون ڏارا
مبدءُ تي مرجع وارآ — احمد ڪُجا احمد ڪُجا
٣ بحرِ قدم بازي ڪئي — صورت لهر سازي ڪئي
نڪري وري ان ۾ وئي — احمد ڪُجا احمد ڪُجا
٤ تن من ٿيو من تن ٿيو — وَهُوَا عجائب فن ٿيو
احمد صحي ساجن ٿيو — احمد ڪُجا احمد ڪُجا

## ڪافي نمبر ٦٥

نڪي چڙهي نڪي گڏجي — ڪٿڙو ڏسجي ته پيو ڏسجي
مڙو ڏسجي

نڪي لکجي نڪي پڙهجي — چڙو ڏسجي مڙو ڏسجي
١ ڪيها قلبي ڪيها سري — ڪيها حقي ڪيها مري
يڪايڪ گهور ۾ گهري — سڀو ڏسجي مڙو ڏسجي
٢ جوئي جاهين اهو آهي — ٺڳن توکي وڏو ناهي
ڦٽي واندو ته ڏس گاهي — اجهو ڏسجي مڙو ڏسجي
سڀوئي ڇهه کي ڇوڙجي — اميد ۽ خوف کي بوڙجي

عوارض ۾ سيني کوڙي
٤ جوڻي آهي اصل آهي
تڪڙ جي ۾ طرح لاهي
٥ اهڙا احمد کي آس آهي
نمڪ خ کي نمڪ ناهي

يڪو ڏسجي مزو ڏسجي
نه رک ڪو ناڪا ٻيو ناهي
نڪو ڏسجي مزو ڏسجي
٣ ٿي پيل ٻاجھ نالو هي
مَنو ڏسجي مزو ڏسجي

# ڪافي نمبر ٦٦

سَمَجُھي جي نه پٽ پڪ مومل
نه ڇڪ ڇَهرا ڇٽان ايهي
١ نوڻي ناز سان نه ٽر
اڳي ڪيئي انهيءَ ڳاريا
٢ طلسما تنڪي ناتڪ تون
لَهُو ڦي هُو ٻهُو ٻڻُ تون
٣ نفعو نا ڪو ضرر ڏي تو
ڏکي آ ڏُوھ مان نڪري
٤ بيائي جون اکيون ٻوٽي
اکيون ۾ ٻه ڪتان آهن
خلل فرعون وارِي ڪتي
اچي منصور واري تي

ڪٻي ڪتري رسا ڪرتون
سيئي سَاڏي صفا ڪرتون
ڪري اڳ ۾ هلي آ تون
انهي جا سنڌ فنا ڪرتون
سنڌ و آ تون هلي هُو ۾
بيائي لا ٻلا ڪرتون
هجي جو ساھ ري ٻُو تُو
ڏ ڏيت جو ڏپ نه ڏا ڪرتون
ٻَيڪُ جشمي جلا ڪرتون
سجا لڳي سي سما ڪرتون
خودي آهي خيانت سا
چڙهي احمد مزا ڪرتون

# ڪافي نمبر ٦٧

| | |
|---|---|
| جڏهن لڌو ته سڀ ڇڏيو | سنڀڻ سامان مشڪل ڇا |
| جڏهن ڪرڻو ته ڇا ڏرڻو | نفعو نقصان مشڪل ڇا |
| ١ چڙهي جهوني اکيون بوتي | هلي جا هوت ڏي ڪاهي |
| ته پوءِ مهڻي ملامت جو | ته پڻ ميدان مشڪل ڇا |
| ٢ سٺيئي جو سمنڊ جهاڳي | اچي پهتو پُسڻ ڏارات |
| انهي کي بوجهڻ قطرو | بره باران مشڪل ڇا |
| ٣ نظربندي پري جي صَيد | جي ڪارڻ ضروري آ |
| جڏهن ٿيو صيد سيني ۾ | چئڻ نيشان مشڪل ڇا |
| ٤ شجر ۾ جنهن هڻي شعلو | ڪري اولو الائيو هو |
| رحمان جو عنايت سان | منجهان انسان مشڪل ڇا |
| اٿين ويٺين گهمين سمهندين | جنهينجو حڪم آ جاري |
| هجي ايمان تا. ان جو | مڃڻ فرمان مشڪل ڇا |
| ٥ عدم مان جنهن ڪيو آدم | ڏيئي خلعت خلافت جي |
| بصر ۽ سمع جو احمد | مڃي احسان مشڪل ڇا |

# ڪافي نمبر ٦٨

| | |
|---|---|
| منهن مهتاب نڪاءِ نه سهڻا | ماندا پلپل ڪن پڪاران |

بياض

چيرين سج چياءِ نہ سهڻا
چڪيان تهنجون چيچ چهريون
وتن سدائي ورگڙيون وهريون
واه لبن جولاني لالي
آب زلالي
جاڏي
جيڏي ڏند جيئي دلبند سجڻ ڏي
واه اساڏي دلڪون وڻڊي
احمد عينان راحت روحي
جام پيارن جام صبوحي

ماندا بلبل ڪرن پڪاران
نيڳهان مارن ناگ نهريون
نين نقاب تپاءِ نہ سهڻا
سي سي خوف ڪرين خيالي
سرڪي ڪانڊ سڪاءِ نہ سهڻا
موتي لعل قطاران ٻڌي
هس هس هسڻ هڻاءِ نہ سهڻا
فرحت بخش فيض فتوحي
دور بدور گساءِ نہ سهڻا

## ڪافي نمبر ٦٩

جوڙ جهاد ڪلهي سربازي
آڳي چاين محاين تي زنگي
لاڏي تيغ تڪبري چانوين
فتح ڪيتو سي اصغر جهڳڙا
هڪ وجود لڏو سي عدمون
سوئي ناز نياز بہ سوئي
احمد شير شڪار ٿيو سي
ڪون مڪانون پار مريندا

ڪيها ساتي سنگي ري
آپي فن فرنگي ري
دو دستي تي اڙينگي ري
اڪبر ٿيو سي جنگي ري
سوزي سازي چنگي ري
سو سر ساز تي چنگي ري
شيري پاءِ ڪلينگي ري
تنبو مردملنگي ري

## ڪافي نمبر ٧٠

جڙيم يار ڪلهي سر بازي   ناڪوئي ساٿي سنگي ري
١ ڪثرت دي کيا بازي بجهي   وحدت دلڙي ونگي ري
٢ ناڪوئي دوست ناڪوئي دلجو   ناڪوئي دشمن دنگي ري
٣ هڪ دوست تي هڪ دشمن   چنگ بجايا چنگي ري
٤ نيرنگي جي بر حال ٿيو سي   حال ٿيم هر رنگي ري
لوڪان عشق ايمان جو منگيا   هڪ رضا اسان منگي ري
هرهر هو يا حال هويت   طلب لٿي گئي تنگي ري
احمد مظهر پير پيارا   سب سنيا لي ننگي ري

## ڪافي نمبر ٧١

١ وچ شينهن گجدا گورميان   مين هوگيا ڪجهه هورميان
ٿيا سير سالڪ منتهي   هڪ هوئي نظر هڪ وچ رهي
بي رنگ رنگ آون وهي   جينوين موج بحر دي نورميان
٢ شهر سلطنت سالڪ ٿيا   سب غيرهُ هالڪ ٿيا
قطرا بدريا هڪ ٿيا   جڏان ذات آندا نُورميان
٣ هڪ هئي تقاضا احديت   بي نال بي ٿي وچ گهٽ
ڪر فهم معنى نرديت   لٿڙا شماري شورميان

بياض

٤ هوهو عجائب اسم هي
هاها عجائب قسم هي
٥ هوهو لَهُ هوهو بهو
صورت بصورت سوبسو
٦ هُوهِيَ اصل جانِ جهان
احمد اُسي دا هي بيان

هي هي عجائب جسم هي
هک ٿيو هيِ بن پور ميان
ذرّه بذرّه هو بهو
خود کيچ ٿيا پنيون ميان
هُوهُو عيان هُوهُو نهان
انهد وڃي گهڙ گهور ميان

## کافي نمبر ٢

جڏان شور مچايا شور ميان
ٿيا گور جو لقمه شير ميان
ٿيا لحمك لحمي گهير ميان
٢ جڏان ناقص کامل پيش پيا
خود شکّر شيرين نيش ٿيا
٣ ايهو آهن آتش تاب ويکو
وچ بحر دي گم حباب ويکو
٤ جڏان سمجهاوي سُبحان ميان
احمد ويک عيان ميان

کيا گجي گرُبه گُور ميان
ٻيا فکر ٿيا انهي فير ميان
ٻيا گجدا گُور بزور ميان
سب خوفي دشمن خويش ٿيا
ٿيا هور کنون کجهه هور ميان
يا مطرب محو رباب ويکو
وچ پاءِ کبوتر مور ميان
ٿيوي اُمّي عالم خان ميان
کٿين فضلون تردي تور ميان

## کافي نمبر ٣

احمد آهيون احمد آهيون
جو ٿئي آهيون سو ٿي آهيون

| | |
|---|---|
| ١ احمد مولي مظهر رحمت | آهي آس نہ لاهيون |
| ٢ ملڪ بہ انجو ملڪ بہ انجو | سينون ڪنهن ساساهيون |
| ٣ هي آهن مرهو آهن م | ٿاهہ نہ ٻيو ڪو ٿاهيون |
| ٤ خون رجاجون ناتڪواٻون | ڏکي ڏکي ڏاهيون |
| ٥ شوق مچايو شاهي شعلو | برهہ مچايون باهيون |
| ٦ پاڻ وڃائي پاڻ لڌو سي | گيت انا الحق ڳايون |
| احمد مولا مظهر رحمت | آهي آس نہ لاهيون |

# ڪافي نمبر ۴٧

| | |
|---|---|
| احمد آهيون احمد آهيون | جيها آهيون تيها عجب جيها |
| ١ يار سڄڻ جا لڪ لڪ تورا | ڪيها ڳايون ڪيها |
| در سڄڻ جي ڏود ڏڪائي | پڪا وڏاسي پيهَا |
| ٢ ساڻ صداقت ڪم هلايون | ڏيون نہ ريائي ريها |
| در الهي ڪان ڏورجو تيرا | ٺلها ڪائُن نيُهَا |
| ٣ انڌا منڌا، تنڌا سچا | ڪين ٿين هڪ جيها |
| احمد اندر ڪل ڏٺو سي | نا ز نواز جا نيُهَا |
| ڪافي شافي هڪ ڏٺوسي | ساڻيم ٻيا سب سيُهَا |

# ڪافي نمبر ۵٧

| | |
|---|---|
| آيو احمد آيو احمد | آهي ايهو ايهو! |

جيهو ڪيهو ڄاڻون ڪاڻون — سُون ڄوت ڪبي سيهو
١ مامر سچائڻ مشڪل بازي — برهه چوي نا بيهو
دره د پڇي نه مسجد مندر — لڄ رکي نان ليهو
٢ ساڻ نبيﷺ، صديق رضه سنهائي — مؤمن صالح ويهو
پيل چڙهي تو بابل بولي — هيهه چوي هو هيهو
٣ پارس لوهه گسي ٿئي سولو — ڇمر رکتي ڇاليهو
پيو پٽڙ کي پارس جوڙي — پنج ڪري پنجٽيهو
٤ باز جتي اچي باوُلي ماري — ڇيڪ ڪري ڇا ڇيهو
حب اٿي تا هل هيڪاندو — عقل ڪري اٺٽيهو
٥ احمد هر پر هُو سچائي — تب سگهو هي ٽيهو
آتش وار وا اتر رکيئو — زهري نانگ جو گيهو

## ڪافي نمبر ٧٦

سمان ڏيم سُهاڳ — سُون مياڻي ساري
١ الاَّ الله اثبات ڪرائين — لاٺين لاڪي لاڳُ
٢ اندر بي تون باهر بي تون — روح اٿم هي راڳُ
٣ هُج تون راضي هُوت هميشان — مهل سيا سپ ماڳُ
٤ سائين منهنجو سچ سمورو — آڳ رکي سپ آڳُ
٥ تڪي تي ٿون م — وهلو وارين واڳ

| | |
|---|---|
| ٦ احمد تون رهه يار سدائي | دور ٿيا ڏُک داڳ |

## ڪافي نمبر ٧٧

| | |
|---|---|
| رندي رمز رلاوڻ ڪيتي | اندر باهر مَين وومين |
| ١ هر هر جا تي جلوا سيڏا | مسجد مندر مَين ومين |
| ٢ ملان تي منصوري مين هون | ناظر منظر مَين ومين |
| ٣ شيعا مين هون سُني مين هون | منتر جنتر مَين ومين |
| ٤ سِرّ الاهي صوفي والا | مُظهِر مَظهَر مَين ومين |
| ٥ عالم عارف عابد مين هون | حاضر هر هر مَين ومين |
| ٦ ناري نوري نارا سيڏا | هُو هُو هر پير مَين ومين |
| احمد مين هون انهدمين هون | ارشد انڪر مَين ومين |

## ڪافي نمبر ٧٨

| | |
|---|---|
| سڪ سمجھ وجود وڃاوڻ جي | سب جسم کي اسم بڻاوڻ جي |
| ١ ديد پر ديد رلائين اول | قربون قرب ڪمائين اڪمل |
| جاني ٿيڪر جلوا اجمل | ڪر قال تي حال هلاوڻ جي |
| ٢ غير خيال نه آنسي | قلب زباني سارا فاني |
| دل سان سارين دل جو جاني | سڪ سمجھ صحيح سماوڻ جي |
| ٣ ٻاڻ پر اچ تون ٻاڻ هڪاندو | وائي بي ڪان تي تون واندو |

